ڪتاب نمبر

52

ڪتاب جا هڙئي حق ۽ واسطا سنڌيڪا وٽ محفوظ

ڪتاب جو نالو: ماحوليات بابت ٻاراڻو ڪتاب

پهريون ڇاپو: 1996ع

ڇپيندڙ: آزاد ڪميونيڪيشنز ڪراچي

ڇپائيندڙ: سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي

ملهه: [redacted] رپيا

Rs25.00/-

"Maholiat Babat Baarano Kitaab"
(Children Guide Book for Environment)

Published by: Sindhica Academy, Karachi-74400
Ph: 7737290
Printed at Azad Communications Karachi- 74400

**Price: Rs:** [redacted]

Rs25.00/-

لکپڙهه لاءِ

**سنڌيڪا اڪيڊمي**

B-24 نيشنل آٽو پلازه، مارسٽن روڊ

پوسٽ باڪس نمبر: 7363، ڪراچي 74400

# فهرست

# پبلیشر نوٽ:

ماحول جيِ گدلاڻ هن وقت عالمي مسئلو آهي. زندگيءَ تي ماحول جي گدلاڻ جا جيڪيُ خراب ثر پئجي رهيا آهن تنهن سان سڄي دنيا جي خبردار ماڻهن جي ڪنن ۾ خطريَ جو سيٽيون وڄڻ لڳيون آهن. ماحول جي اها گدلاڻ انسانن سان گڏ ساهوارن جي سيني قسمن تي اثرانداز ٿي رهي آهي. ماڻهن جي عام زندگيءَ ۾ رهڻ، ڪائڻ پيئڻ کان وٺي درياهن ۽ سمونڊن جي پاڻي ۽ فضا ۾ مختلف قسمن جي خطرناڪ دونهن جيِ گدلاڻ هن درتيءَ تي سيني ساهوارن جي لاءِ جيئڻ جنجال ڪري ڇڏيو آهي. نتيجي ۾ ڌرتي تي هڪ طرف ماڻهن جي بيمارين ۽ تڪليفن ۾ بيحد اضافو ٿيو آهي ۽ ٻئي طرف ٻين ساهوارن جي زندگيءَ جو باقي رهڻ مشڪل ٿي پيو آهي. ماحول جي انهيءَ گدلاڻ سبب خشڪيءَ تي ۽ پاڻيءَ ۾ ڪيترن ئي قسمن جا حيوان ۽ وڻ ٻوٽا اڻلڀ ٿيندا پيا وڃن.

اهڙي حالت ۾ ضروري آهي ته اسين پنهنجي ننڍڙن توڙي وڏڙن کي ماحول صاف سٿرو رکڻ جي لاءِ سموري بنيادي معلومات فراهم ڪيون. اسان جي هيءَ ڪوشش ٻارن منجهه ابتدائي تعليم جي سالن ۾ ماحول کي صاف رکڻ جو شعور پيدا ڪرڻ جي سلسلي ۾ آهي. جنهن ۾ گدلاڻ جي سيني ڪارڻن ۽ انهن کان بچاءَ جي لاءِ معلومات ۽ هدايتون ڏنل آهن. اسان کي اميد آهي ته استاد ۽ والدين نه صرف ٻارڙن تائين پاڻ هي معلومات رسائيندا بلڪ انهن کي سڏو سنئون ڪتاب پڙهڻ تي آماده ڪري پنهنجي قومي فريضي کي پورو ڪندا.

**نور احمد ميمڻ**

چيئرمين

سنڌيڪا اڪيڊمي



# ماحولياتي نظام ڇا آهي؟

اسان جي زمين تي زندگيءَ جو دارومدار هوا ۽ پاڻي تي آهي، اهي ٻئي جزا پاڻمرادو پيدا ٿيندا رهندا آهن. قدرت جي ان حسين نظام ۾ وڻ ۽ ٻوٽا اهڙي فلٽر جو ڪم ڏيندا آهن، جيڪو هوا کي صاف ڪندو رهندو آهي. بارش جو نظام انسانن، جانورن، پکين ۽ ٻوٽن لاءِ پيئڻ جو پاڻي مهيا ڪندو آهي. اهو نازڪ ۽ متوازن نظام آهي، جنهن جي مدد سان قدرت اسان کي صاف پاڻي ۽ هوا ميسر ڪندي آهي، ان کي ماحولياتي نظام چئبو آهي.

# گدلاڻ ڇا آهي؟

اڄ جي دؤر ۾، اسان جي ڌرتيءَ لاءِ سڀ کان وڏو مسئلو ماحول جي گدلاڻ جو آهي. ڪيترن ئي اُسريل ملڪن ۾، ماحول جي گدلاڻ ان حد تائين پهچي وئي آهي، جو ان تي ڪنٽرول ڪرڻ ۽ ان جي نقصانن جي تلافي ڪرڻ هڪ انتهائي ڏکيو ۽ صبر وارو مرحلو بڻجي چڪو آهي.

گدلاڻ جو مطلب آهي گندي ڪرڻ جو عمل يا صفائي کي ختم ڪرڻ. گدلاڻ وارا عنصر اُهي مادا آهن، جيڪي گدلاڻ جو سبب بڻجن ٿا. اهي مادا ٻن قسمن جا آهن. هڪڙا ڪيميائي ۽ ٻيا توانائيءَ وارا. ڪيميائي مادن ۾ سڀ زهريلا مادا، پلاسٽڪ وغيره اچي وڃن ٿا. گدلاڻ جي توانائيءَ وارن عنصرن ۾ تابڪاري، گوڙ، خارج ڪيل گرمي ۽ دونهون وغيره شامل آهن.



# پاڻي جي گدلاڻ

دنيا ۾ صرف 3 سيڪڙو پاڻي پيئڻ جي قابل آهي، باقي 97 سيڪڙو سمندن جو کارو پاڻي آهي، جيڪو انسانن لاءِ ايئن استعمال ڪرڻ بيڪار آهي.

قدرت جي ڪرٽي اهڙي آهي جو ڍنڍن درياهن ۽ سمندن جو اهو پاڻي بخارن جي صورت ۾ ڪڪرن جي شڪل اختيار ڪري ٿو. بعد ۾ اهو پاڻي وري فضا ۾ واپس ٿئي ٿو. اها واپسي ڪڪرن ۽ برف جي وسڻ ۽ ماڪ ۽ ڳڙن جي ڪرڻ جي صورت ۾ ٿئي ٿي. اهڙي طرح پاڻيءَ جو زمين ۾ جذب ٿيڻ ۽ چشمي يا نل جي ذريعي وري ٻاهر اچڻ اهو سمورو هڪ آبي ڦيرو آهي. قدرت جي جوڙيل انهيءَ پاڻيءَ واري نظام ۾ ڪنهن ٻه قسم جو غيرفطري عمل انساني زندگيءَ لاءِ خطرو آهي.



پاڻي قدرت جو هڪ انمول عطيو آهي. هر روز اسان جي پاڻيءَ جون ضرورتون اڳ کان وڌي رهيون آهن. دوراندیشيءَ جي تقاضا آهي ته پاڻي جي نعمت کي سوچي سمجهي استعمال ڪريون ۽ هر ممڪن ڪوشش ڪريون ته ان کي گندو نه ڪريون، ته جيئن اهو اسان سيني جي استعمال ۾ گهڻو عرصو هلي سگهي.

پاڻيءَ جي ضرورت نه صرف انسانن، ٻوٽن ۽ جانورن کي آهي، پر هو پنهنجي اندر هزارين قسم جي ٻي جيوت مثلاً مڇيون، ڪڇون، ڏيڏر ۽ ننڍين ننڍين ٻوٽن کي نپائي ٿو. درياهن ۽ سمنڊن مان اسان کي خوراڪ حاصل ٿيندي آهي. جيڪا پروٽين سان ڀرپور هوندي آهي. پاڻي کي گدلو ڪري اسان نه صرف پيئڻ جي پاڻي کان محروم ٿيون ٿا، پر ان ۾ پلجندڙ زندگين کي ختم ڪري گنهگار پڻ ٿيون ٿا.

پاڻي ۾ زهريلا ڪيميائي مادا ملائي اسان ان کي گدلو ڪري ڇڏيون ٿا. صنعتي ادارن مان نڪرندڙ زهريلا مادا عام طور تي نالن ۽ درياهن ۾ ملي پاڻيءَ کي زهريلو بنائي ڇڏين ٿا. جيڪڏهن زهريلي پاڻيءَ کي زمين ۾ پوکيءَ لاءِ استعمال ڪيو وڃي، ته ان سان فصلن کي شديد نقصان پهچي ٿو. جيڪڏهن اهڙو گندو ۽ گدلو پاڻي زمين ۾ بيٺو رهي ته ان جي هيٺين تهن کي خراب ڪري ٿو ۽ آهستي آهستي زمين جي زرخيزي ختم ڪرڻ سان گڏ، زيرزمين پاڻي جي ذخيرن کي به ختم ڪري ڇڏي ٿو.

پاڻي اندر موجوده هر قسم جي جيوت کي نقصان پهچي ٿو. جهڙي ريت انسان کي زنده رهڻ لاءِ صاف سٺي هوا جي ضرورت آهي، اهڙي طرح پاڻيءَ ۾ موجود مڇين ۽ ٻوٽن کي صاف آڪسيجن جي ضرورت هوندي آهي.

تمام ننڍڙا جيوڙا يا بيڪٽريا گندي ۽ ڪنيٰ ڦوڳ ۾ تيزي سان واڌ ڪن ٿا. سمنڊ ۾ ان جي واڌ اڃا به تيزي ٿيندي آهي. اهي جيوڙا پاڻيءَ مان آڪسيجن چڪي وٺن ٿا. آڪسيجن جي کوٽ ڪري ساموندي زندگي مثلاً مڇيون ۽ ٻوٽا وغيره زياده عرصو زنده نٿا رهي سگهن ۽ مري وڃن ٿا. ساموندي زندگيءَ ۾ کوٽ جو وڏو ڪارڻ يا گندي پاڻي ۾ آڪيسجن جي شديد کوٽ آهي.

# زهريليون نديون ۽ ڪينال

سنڌو درياهہ ۾ صنعتي گدلاڻ جي صورتحال بيحد ڳنڀير آهي، ڇاڪاڻ تہ سنڌو درياهہ ۾ مٿان کان گدلو پاڻي اچي ٿو، پوءِ وري ان ۾ سکر ۽ ڪوٽڙيءَ ۾ قائم صنعتن جو ڪنو پاڻي پوي ٿو. ٻئي طرف وهندڙ ڪينالن ۾ قليلي ڪينال سخت گدلاڻ جو شڪار آهي، جو ان ۾ حيدرآباد ۽ ڀرپاسي جي آبادين جو ڪچرو، ڦوڳ وغيره پوندو رهي ٿو. ڪراچيءَ ۾ ملير ۽ لياري نديون ڪنهن وقت ۾ آباد نديون هونديون هيون ماڻهو اتان مڇيون ماريندا هئا، پر هينئر صنعتي زهريلي نيڪال، ڦوڳ ۽ شهري گند ڪچري ڪري اهي بلڪل ختم ٿي ويون آهن. هينئر اُهي گندي پاڻي جي نيڪال لاءِ ڪم اچن ٿيون. اُتي هينئر آبي جيوت بلڪل ختم ٿي وئي آهي.

پاڻيءَ جي گدلاڻ جا اهي ڪجھ مثال ڏنا ويا آهن، ورنہ پاڪستان جي صنعتي علائقن جي ڀرپاسي ۾ وهندڙ ڪينال ۽ شاخون سخت تباهي جو شڪار آهن.

## اوهان پاڻي جي گدلاڻ کي روڪي سگھو ٿا.

عام ماڻهو ۽ ادارا پنهنجن درياهن، نالن ۽ ڪينالن کي هيٺين طريقن سان صاف رکي سگھن ٿا:

- پاڻيءَ جي نيڪال جا نالا، ڪينال ۽ درياهہ اسان جي ضرورت پٽاندڙ آهن، ان ڪري اسان کي گھرجي تہ انهن ۾ گندو پاڻي ۽ ٻيون فالتون شيون نہ اڇلايون.
- اسان کي گھرجي تہ پنهنجون فالتو شيون پلاسٽڪ جي ٿيلهين ۾ وجهي بند ڪري ڪنهن دٻي يا ٻي مناسب جاءِ تي اڇلايون.
- ڏوئڻ جو ڪم هڪ خاص جاءِ تي ڪيون ۽ خارج ٿيندڙ پاڻي کي پائيپ رستي ڪيون.

❋ جيڪڏهن ڪو شخص ڇاڻي واٽي پاڙي ۾ گندگي پيدا ڪري ٿو ته ان کي ايئن ڪرڻ کان روڪيون.

## سامونڊي گدلاڻ

گهرن جو گند ڪچرو ۽ صنعتي فوگ آخرڪار دزين، درياهن ۽ ڪينالن ذريعي سمنڊ تائين پهچي وڃي ٿو. تيل جي وڏن وڏن جهازن مان ڪڏهن ڪڏهن تيل وهي سمنڊ جي گدلاڻ ۾ اضافو ڪري ٿو. گدلاڻ جي انهن سببن ڪري، پاڪستان ۾ تمر



جي ٻيلن جي مستقبل خطري ۾ پئجي چڪو آهي. اهي ٻيلا دنيا ۾ تمر جي ڇهن وڏن ٻيلن ۾ ڳڻيا ويندا هئا. انهن ٻيلن ۾ مڇين ۽ جهينگن جا ڪيئي قسم پلبا آهن. جنهن مان اسان کي سٺي خوراڪ ۽ مهاڻن کي روزگار ملندو آهي. ۽ ملڪ کي پرڏيهي ناڻو حاصل ٿيندو آهي.

# غذائي ڦيري ۾ زهر جي ملاوت

سمنڊ ۾ ترندڙ مڇيون، سمنڊ جي گدلي پاڻي ۽ زهر ورتل ٻوٽن مان ڪيميائي مادا حاصل ڪنديون آهن. جيڪڏهن اهي مڇيون زنده بچي وڃن ته ٻيا جاندار انهن کي کائن ٿا. اهڙي طرح انهن جانورن جي جسم ۾ زهر منتقل ٿي وڃي ٿو. پوءِ اهو زهر انهن جانورن جي وسيلي غذائي ڦيري ۾ شامل ٿي وڃي ٿو.

# خام تيل جو ڪرڻ

گهڻي قدر تيل کڻي ويندڙ جهازن مان سمنڊن جي بدترين گدلاڻ ٿئي ٿي. سمنڊ ۾ تيل جو وهي وڃڻ هڪ وڏو الميو آهي. تيل پاڻيءَ ۾ حل نٿو ٿئي. پاڻيءَ جي سطح تي تيل جو هڪ هلڪو ته جمي وڃي ٿو. اهو ته جيئن ته سنهڙو هوندو آهي. ان ڪري ٿورو تيل به وڏي سطح تي پکڙجي ويندو آهي. تيل جي ڪري مڇيون، سامونڊي پکي ۽ ٻيا جاندار مري وڃن ٿا. تيل انهن جاندارن جي کل ۽ پرن تي ڄمي ويندو آهي، ۽ هو چرڻ پرڻ کان لاچار ٿي ويندا آهن. پکي پنهنجا پر صاف ڪرڻ وقت اهو زهريلو تيل ڳهي ويندا آهن، جيڪو انهن جي موت جو سبب بڻيو آهي. نه صرف ايترو پر ڪناري تي اچي اهو تيل تمر جي ٻوٽن کي ۽ انهن جي پاڙن ۽ تارين کي ڍڪي ڇڏيندو آهي، جنهن ذريعي هو ساهه کڻندا آهن. اهڙي طرح تيل انهن جي تباهي جو سبب بڻبو آهي.

# سامونڊي گدلاڻ جا سبب

- تيل وارن جهازن جي ڪليل سمنڊ ۾ صفائي
- تيل وارا جهاز جيڪي سمنڊ ڪناري تباهه ٿين يا وچ سمنڊ ۾ حادثي جو شڪار ٿين. انهن مان ڪافي تيل وهي سمنڊ ۾ ڪرندو آهي ۽ ان کي گندو ڪندو آهي.
- سامونڊي تيل ڪڍڻ واري مشينري ۾ خرابي هجڻ ڪري پاڻي واري سطح کان هيٺ ڪافي تيل وهي ويندو آهي.
- صنعتي ادارن جو ڪچرو، ڦوڳ، گند ڪچرو، جيڪو درياهن جي ذريعي سمنڊن تائين پهچي ٿو.
- گهريلو گند ڪچرو جيڪو سمنڊن تائين پهچي ٿو.
- اهي ردي شيون ۽ گند ڪچرو جيڪو سمنڊ ڪناري سئر ڪندڙ ماڻهو لاپرواهي سبب ڦٽو ڪن ٿا.
- سمنڊ هيٺان ايٽمي تجربا، جنگيون ۽ جنگي مشقن ۾ بارود جو استعمال
- سمنڊ ڪناري آئل ٽينڪرن جي صفائي، ان مان گندو تيل، مٽي وارو تيل ۽ سڙيل تيل ۽ ٻيو ڪچرو سمنڊ ۾ ڪري ٿو.

# تازي هوا

تازي ۽ صاف هوا سٺي صحت لاءِ ضروري آهي. وڏن شهرن جي سوڙهن پاڙن ۾ رهندڙ شهري گندي ۽ صحت کي هاڃو رسائيندڙ هوا ۾ ساهه کڻن ٿا. هوا ۾ 21

سيڪڙو آڪسيجن، 78 سيڪڙو نائٽروجن ۽ هڪ سيڪڙو ٻيون گيسون ۽ ننڍا ذرڙا شامل آهن.

آڪسيجن جو واحد ذريعو هر قسم جا ٻوٽا آهن. ٻوٽا هوا مان ڪاربانڊاءِ آڪسائيڊ جذبُ ڪندا آهن ۽ ان کي آڪسيجن ۾ تبديل ڪندا آهن.

هوا جي گدلاڻ مختلف ذريعن مان خارج ٿيندڙ گيسن ۽ دونهين جي ڪري ٿيندي آهي. اهو ٻارڻ جيڪو اسان کاڌو تيار ڪرڻ ۽ ڪمرن کي گرم ڪرڻ لاءِ ٻاريندا آهيون، هوا مان آڪسيجن وٺي، ان سان مختلف گيسون ٺاهيندو آهي. هڪ ننڍي صنعتي اداري کي گرم رکڻ وارو نظام هڪ سؤ وچولن گهرن جي ٻارڻ برابر آڪسيجن استعمال ڪري ٿو. وڏا صنعتي ادارا ان کان ڪيئي دفعا وڌيڪ آڪسيجن استعمال ڪندا آهن. اهڙي طرح ان جون زهريلون گيسون هوا ۾ شامل ٿي وينديون آهن، ۽ اها هوا زمين تي موجود هر جاندار لاءِ خطري جو سبب هوندي آهي.

## فضائي گدلاڻ جا مکيه سبب

- فيڪٽريون مختلف قسمن جا خطرناڪ مادا گيسن جي صورت ۾ پکيڙي ڇڏن ٿيون.
- موٽرڪاريون ۽ انجڻ سان هلندڙ ٻيون گاڏيون فضائي گدلاڻ ڦهلائڻ ۾ اڳيريون آهن. هر سال گاڏين جي دونهين ۾ ساڍا ست ڪروڙ ٽن گندن مادن جو اضافو ٿيندو آهي. هر سال اهو انگ پهرئين کان وڌي ويندو آهي.
- هڪ جيٽ هوائي جهاز چوويه ڪارين جي برابر گدلاڻ ۽ دونهون ڇڏيندو آهي.
- گهرن، هوٽلن ۽ فيڪٽرين ۾ گاسليٽ، گرمائش پهچائڻ، کاڌو تيار ڪرڻ ۽ بجلي پيدا ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي. تيل جي ٻرڻ مان گندرف جي گيس

# اوهان گدلاڻ ڦهلجڻ

رستن تي ڪچرو اڇلائڻ سان گندگي ڦهلجي ٿي.

رستن تي ڪچرو



رستي تي پاڻي هارڻ سان گندگي ڦهلجي ٿي.

رستن تي ڪچرو اڇلائي

# ڪي روڪي سگھو ٿا

ڪارخانن جو دونهون ماحول ۾ گدلاڻ ڦهلائي ٿو.

ڻ سان پاڻي گدلو ٿئي ٿو.



ڪچرو رستي تي اڇلائڻ بجاءِ ڊبن ۾ اڇلايو.



سان فضا ۾ گدلاڻ ڦهلجي ٿي.

(سلفر ڊاءِ آڪسائيڊ) نڪري زمين ۽ پاڻي ۾ پهچي گدلو ڪري ٿي. اها گيس گاڏين، مشينن ۽ لوهه مان ناهيل ٻين شين تي ڪٽ لڳڻ جو باعث بڻجي ٿي.

* ڪوئلي جي ٻاڦ جو به گدلاڻ ڦهلائڻ ۾ پنهنجو حصو آهي. ڊسمبر 1952ع ۾ لنڊن ۾، صرف هڪ هفتي ۾ چار هزار ماڻهو فضائي گدلاڻ ڪري، مري ويا هئا. اها گدلاڻ لنڊن جي گهرن ۾ ڪوئلي جي ٻاڦ مان پيدا ٿيندڙ ذرڙن مان ٿيل هئي.

* ٻوڙن، سرن ۽ ٻيلن ۾، لڳندڙ باهه به فضائي گدلاڻ جو سبب بڻجي ٿي، اهڙي طرح جڏهن اوهان پنهنجي باغ جو سڪل گاهه پنو ۽ گهر جو ڪاٺ ڪباڙ ساڙيو ٿا ته ان سان اوهان به فضائي گدلاڻ ۾ اضافو ڪيو ٿا.

موٽر ڪارين جون انجڻيون به ٻارڻ ساڙڻ جي اصول تي عمل ڪنديون آهن. گاڏين جي نيڪال واري نالي مان ٻرندڙ گيسون نڪري فضا ۾ گدلاڻ ڦهلائين ٿيون. اسان جي ڳوٺن ۾ ٻارڻ لاءِ سڀ کان وڏيڪ ڪاٺي استعمال ڪئي ويندي آهي. وڻن کي جاين ۾ شهتيرن ۽ ڀتين ۾ استعمال ڪرڻ لاءِ وڏي انگ ۾ وڍيو وڃي ٿو. وڏن ٻيلن کي زراعتي مقصدن لاءِ وڍيو وڃي ٿو. ٻيلن جي ڪري آڪسيجن جو مقدار معمول تي رهندو آهي. ظاهر آهي جيڪڏهن ٻيلا اهڙي طرح گهٽ ٿيندا رهيا، ته فضا ۾، ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ جو مقدار وڌي ويندو. جاپاني سائنسدانن جي کوجنا مطابق اهو مقدار هن وقت به خطرناڪ حد تائين وڌي چڪو آهي. اهڙي طرح عالمي سطح تي گرمي پد ۾ مسلسل اضافو ٿيندو رهندو، گرمي پد ۾ واڌاري ڪري موسمن ۾ شديد نوعيت جون تبديليون پيدا ٿي وينديون. ان کان علاوه سمنڊن جي سطح وڌي ويندي ۽ ڪنارن وارا علائقا ۽ ڪافي ٻيٽ پاڻي هيٺ اچي تباهه ٿي ويندا.




# ٽريفڪ جو دونهون

فضائي ڳدلاڻ جو هڪ وڏو سبب روڊن تي هلندڙ ٽريفڪ جو هجوم آهي، ڪجھ سال اڳ، اڪثر قسم جي پيٽرول ۾ سيهي جو اضافو ڪيو ويو ته جيئن گاڏين جون انجڻيون بهتر طريقي سان هلي سگهن. سيهو هڪ زهريلو مادو آهي. ڪراچيءَ ۾ پيٽرول جي وڌيڪ استعمال سبب اتان جي شهرين جي رت ۾، سيهي جو مقدار پهريان کان ڪافي وڌي ويو آهي. سيهي جي مقدار وڌڻ ڪري گردن ۽ دماغ کي شديد نقصان پهچڻ جو انديشو آهي.

# ٻوٽا فضائي گدلاڻ جو مقابلو ڪن ٿا

- جڏهن اسان پيٽرول، گاسليٽ، ڪوئلي يا ڪو ٻيو ٻارڻ ڪنهن مقصد لاءِ ٻاريون ٿا ته فضا ۾ موجود آڪسيجن استعمال ٿئي ٿي.
- ٻوٽا قدرت جي نظام جو اهو حصو آهن، جيڪي هوا کي صاف رکڻ جو ڪم سرانجام ڏين ٿا.
- اسان فضا مان آڪسيجن پنهنجي جسم ۾ داخل ڪيون ٿا. ۽ ڪاربانڊاءِ آڪسائيڊ خارج ڪيون ٿا. ٻوٽا ان ڪاربانڊاءِ آڪسائيڊ کي جذب ڪري تازي آڪسيجن ٻاهر ڪڍن ٿا.
- هڪ 15 x 15 ميٽر ايراضي جو لان (Lawn) يا باغ ايتري آڪسيجن ڏئي ٿو، جو چار ماڻهن لاءِ اها ڪافي آهي.

# تيزابي بارشون

ڳاڏين ۽ فيڪٽرين جي دونهين ۾ شامل ڪيئي قسمن جا زهريلا ڪيميائي مادا فضا ۾ ملي وڃن ٿا. هوا ۾ موجود گهم سان ملي اهي مادا ڪيترن ئي قسمن جو تيزاب ٺاهين ٿا. اهو تيزاب زمين تي بارش جي صورت ۾ وسي ٿو، ۽ پوءِ ڍنڍن ۽ درياهن ۾ موجود مڇين ۽ ٻين پاڻي وارن جاندارن کي ماري ڇڏي ٿو. انهن تيزابن ڪري زرخيز زمين ۽ فصلن کي به نقصان رسي ٿو. تيزابي بارشن جو زمين تي اهو تباهه ڪندڙ اثر هوندو آهي. جهڙو گلن جي ڪونڊين ۾ ڪيميائي مادن سان ڀريل پاڻي اوتڻ سان ٿي سگهي ٿو.




# آواز جي گدلاڻ

اڄ کان ڪجهه عرصو پهريائين گدلاڻ جو تصور صرف هوا ۽ پاڻي تائين محدود هو. هاڻي تحقيق مان اها ڳالهه ثابت ٿي چڪي آهي ته جيڪڏهن آواز جو درجو هڪ خاص حد کان وڌي وڃي ته ان جا انساني صحت تي تمام خراب اثر پون ٿا.

موٽر گاڏين ۽ موٽر سائيڪلين ۾ هوا جي دٻاءَ سان هلندڙ هارن خراب سائلنسر ۽ صنعتن جون شور پيدا ڪندڙ مشينون، اهي سڀ ملي ڪري، آواز جي گدلاڻ ۾ اضافو ڪن ٿا. هوائي جهاز جو آواز نه صرف پريشان ڪري ٿو، پر ان جون تيز لهرون

عمارتن کي ٻه نقصان رسائين ٿيون.

شور ڪري اعصابي نظام کي نقصان پهچي ٿو. ٻڌڻ جي حس متاثر ٿئي ٿي.. سمهڻ ۾ تڪليف پيش اچي ٿي. مٿي جو سور ۽ ٻيون تڪليفون پڻ ٿين ٿيون.



## آواز جي گدلاڻ کي ڪيئن گهٽائجي

- هارن جو غير ضروري استعمال نہ ڪيو.
- موسيقي ٻڌڻ وقت آواز گهٽ رکو.
- پنهنجي گاڏين، رڪشن ۽ موٽر سائيڪلن جا سائلنسر ڪڍڻ بجاءِ سٺي حالت ۾ رکو.
- اهڙو قانون ٺهڻ گهرجي، جنهن سان شور پيدا ڪندڙ گاڏين کي روڊن تي اچڻ کان روڪي سگهجي. جيتريقدر ٿي سگهي صنعتي مشينري جو آواز گهٽ ڪرڻ جي ڪوشش ڪجي.
- عام جاين مثلاً پبلڪ پارڪ، بازار وغيره ۾پنهنجي ڳالهہ ٻولهہ گهٽ اواز ۾ رکو.
- وڏي ۽ بي سري آواز ۾ ڳائڻ کان پاسو ڪريو.

❁ دعوت ۾ شور گوڙ ڪرڻ کان پاسو ڪريو.

❁ رات جو ڊرل مشين سان سوراخ ڪڍڻ ۽ هٿوڙي هلائڻ کان پاسو ڪريو.

## گند ڪچري پيدا ڪرڻ جو وڌندڙ رجحان

ڇا اوهان تصور ڪري سگهو ٿا ته اسان ڪيترو گند ڪچرو پيدا ڪيون ٿا؟ ان گند کي ٺڪاڻي ڪرڻ لاءِ هر سال پکريائين کان وڌيڪ جڳهه جي ضرورت پوندي آهي. ڪوبه اهو پسند نه ڪندو ته سندس گهر جي ڀرسان گند ڪچري جا ڍير لڳا پيا هجن.



پاڪستان ۾ گند ڪچري کي ٺڪاڻي ڪرڻ هڪ اهم ترين مسئلو آهي. اندازو لڳايو ويو آهي ته پنجاب صوبي ۾ هر روز ٻارهن هزار ٽن گند ڪچرو پيدا ٿئي

ٿو، جڏهن ته صرف ڪراچيءَ ۾ ست هزار هڪ سؤ ٽن روزانو گند ڪچرو پيدا ٿئي ٿو. جيئن ته ان کي ٺڪاڻي ڪرڻ جو ڪو جوڳو بندوبست ٺيل نه آهي، ان ڪري اهو ڪچرو گهڻي قدر شهرن جي ڀرپاسي هيٺاهين علائقن ۾ ڦٽي ڪيو وڃي ٿو. باقي رهيل گند ڪچرو شهر جي گهٽين ۽ رستن ڪناري ڍيرن جي صورت ۾ نظر اچي ٿو. اهو ڪچرو انساني صحت ۽ ٻين جاندارن جي زندگيءَ لاءِ هڪ مستقل خطرو آهي.

## ٻيهر استعمال لائق شيون

اسان ڪاغذ، بوتلون ۽ دٻا ناهيون ٿا ۽ انهن کي استعمال ڪري ڦٽي ڪري ڇڏيون ٿا. وقت سان گڏوگڏ ان ڪٻاڙي شين مان نجات حاصل ڪرڻ اڃان به مشڪل ٿي پوندو آهي. جيڪڏهن اسان ضايع ڪرڻ وارين شين مان ڪجهه شيون چونڊي ٻيهر استعمال ڪريون ته ان پيدا ٿيندڙ ڪچري ۾ ٿوري سوس/ ڪوٽ ٿي سگهي ٿي. ان عمل مان توانائي ۾ به بچت ٿيندي، ڇاڪاڻ ته نين شين ٺاهڻ ۾ ڪافي توانائي خرچ ٿئي ٿي.

ڇا اوهان ڪڏهن سوچيو آهي ته، جن شين کي اسين رديءَ جي ٽوڪريءَ ۾ ڦٽي ڪيون ٿا. اهي ڪاڏي وڃن ٿيون؟ اسان جي گهرو سامان جون ردي شيون ٻيهر استعمال لائق ٿي سگهن ٿيون. ان عمل کي ري سائڪلنگ (Recycleing) به چوندا آهن. باقي ٻيو ڪچرو جيئن سبزين جون کلون، ڀڇيل ڪاڏو، چانهه جي پتي وغيره ته ان مان بهترين ڀاڻ ٺهي سگهي ٿو. جنهن کي اسان گهر ۾ لڳل ٻوٽن ۽ وڻن لاءِ استعمال ڪري سگهون ٿا. ڪيترين ئي شين کي ڌوئي صاف ڪري ٻيهر استعمال ۾ آڻي سگهون ٿا جيئن بوتلون، شيشي پلاسٽڪ جون ٻيون شيون. اهڙي طرح ڪافي شين کي، ڪلي ڪوڪو هٽي يا مصالو هٽي ڳنڍي سگهون ٿا. ان سان مالي فائدو به ٿيندو نه ڪچري ۾ ڪمي پڻ.



## اوهان ان ڪم ۾ ڪيئن مدد ڪري سگھو ٿا؟

- ڪاغذ، پلاسٽڪ ۽ ڌاتوءَ جي ٺهيل شين کي گھر ۾ ئي الڳ الڳ ڪري ڇڏيو.
- اهڙيون شيون جن کي ٻيهر استعمال لائق بنايو ويو آهي، جيئن ڪاغذ وغيره ته انهن کي ٻيهر پاڻ ئي ڪتب آڻيو.

## توهان ڇا ڇا ڪري سگھو ٿا.

- فوٽو ڪاپي ڪرڻ وقت ڪاغذ جي ٻنهين پاسن کي استعمال ۾ آڻيو.
- هڪ پاسي استعمال ٿيل ڪاغذ کي ٻيهر ڪچي حساب ڪتاب، رف ڪم، يا مسودي لکڻ لاءِ ڪتب آڻيو.
- اهڙيون شيون خريد ڪريو، جن جا دٻا يا ٿيلهيون ٻيهر استعمال ۾ آڻي سگھجن. ايئن ڪرڻ سان 82 سيڪڙو زيان کي روڪي سگھجي ٿو.
- غير ضروري بلب پکا وغيره نه هلايو.
- ايئرڪنڊيشن جي بجاءِ جيترو ممڪن ٿي سگھي پکا استعمال ڪريو.

# شين جو ٻيهر استعمال




شين کي استعمال لائق بنايو .
(RECYCLE the Material)



شين کي گهٽ ۾ گهٽ
استعمال ڪيو .
(REDUCE
Consumption)




شين کي ٻيهر استعمال ڪيو .
(REUSE the Material)

* گهٽ طاقت وارا بلب يا ٽيوب لائيٽ ۽ ٻيو بجليءَ جو سامان استعمال ڪريو.
* استعمال کان پوءِ پاڻي جي نلڪي کي فوراً بند ڪريو.
* نلڪيون ٽمنديون هجن ته انهن جو واشر بدلايو.
* ڪپڙا هڪ ئي وقت استري ڪريو.

## اسان ڇا استعمال ڪريون؟

* ڪاغذ يا ٽشو پيپر جي بجاءِ ڪپڙو ۽ ٽوال استعمال ڪريون.
* ڪاغذ يا پاڻي جي گلاسن بجاءِ مگا استعمال ڪريون.
* ڦٽي ڪرڻ يا ڀڃي ڇڏڻ جهڙا ٿانو استعمال نه ڪريون.
* لفافن کي ٻيهر استعمال ڪريون.
* پنهنجا پراڻا ڪپڙا ضرورتمندن کي ڏيون يا انهن مان رلهيون يا انهن جو ته ٺاهيون.
* استعمال ٿيل ڪتاب غريب شاگردن يا دوستن کي ڏيون.

## اوهان هيٺيون شيون ٻيهر استعمال لائق بڻائي سگهو ٿا.

* ڌاتو يا لوهه مان ٺاهيل دٻا وغيره.
* شيمپو ۽ پاڻيءَ جون بوتلون ۽ پلاسٽڪ جو ٿيلهيون وغيره.
* مختلف ڪم لاءِ استعمال ٿيندڙ پاڻي جا دٻا.
* استعمال ٿيل ڪتاب، رسالا ۽ اخبارون.
* لفافا ۽ هڪ پاسي لکيل ڪاغذ.

## ماحول کي خوشگوار يا وٽندڙ بنائڻ لاءِ هيٺين هدايتن تي عمل ڪريو.

- اگھڻ لاءِ ڪاغذ جي بجاءِ ڪپڙن جا ٽوال استعمال ڪريو، ڇاڪاڻ ته ٽوال وري پيهر به استعمال ٿي سگھن ٿا.
- ٿورو ڪاڌو تيار ڪرڻو هجي ته ننڍي ديگڙي استعمال ڪريو، ديگڙي کي ڍڪ چڱي طرح ڏيو ته جيئن جلد گرم ٿئي. اهڙي طرح گيس يا بجلي گھٽ استعمال ٿئي ٿي.
- ڪائڻ پيئڻ وارين شين لاءِ اهڙا دٻا يا بوتلون استعمال ڪريو، جيڪي پيهر به استعمال ٿي سگھن.
- شيشي، پلاسٽڪ ۽ ٽين مان ٺهيل شيون مشينن ذريعي پيهر تيار ٿي سگھن ٿيون، ان ڪري انهن کي ضايع نه ڪريو، بلڪ ردي وٺڻ وارن کي وڪرو ڪريو.
- پاڻي گرم ڪرڻ لاءِ واٽر هيٽر جو استعمال بهتر آهي، سولر هيٽر (SOLAR HEATER) جي استعمال سان بجلي بچائي سگھجي ٿي.
- وهنجڻ وقت ٽب بجاءِ بالٽي يا ڦوهارو استعمال ڪريو. ان سان پاڻي بچائي سگھجي ٿو.

## اسٽيشنريءَ جو استعمال

- هميشه سادي ڪاغذ وارين ڪاپيون استعمال ڪريو، ته جيئن ان جي پني کي پيهر به استعمال ڪري سگھجي. ائين ڪرڻ سان ڪاغذ لاءِ خام مال مهيا ڪندڙ وڻن جو بچاءُ ٿي سگھي ٿو.
- مَسُ وارين پينون ۽ مڪينيڪل پينسلون استعمال ڪريو، ڇاڪاڻ ته بال پينن ۾

سادين پينسلين سان ڪچري ۾ اضافو ٿئي ٿو.

- ڪاغذ لاءِ رنگدار ڪلپون استعمال نہ ڪيو، ڇاڪاڻ تہ رنگ ۾ موجود Cadmium انساني جسم جي هڏين لاءِ نقصانڪار آهي. انهن جي استعمال سان هڏين جي ڪمزور ٿي جلدي ٽٽڻ جو خطرو آهي.
- هميشہ اهڙين رانڊين جي چونڊ ڪريو، جيڪي ماحول لاءِ خراب ثابت نہ ٿين.
- ڪئلڪيوليٽر اُهي استعمال ڪريو، جيڪي سج جي توانائي تي هلندا هجن. ان سان توانائي بچائي سگهجي ٿي.
- اهڙيون شيون ۽ زيور خريد ڪرڻ کان پاسو ڪريو، جيڪي جانور ماري پوءِ ٺاهيا وڃن ٿا. مثلاً هاٿي، بگهڙ، چيتا، واڳون، لومڙ، نورئيڙا وغيره.
- ذاتي يا گهريلو استعمال جي شين خريد ڪرڻ وقت، هميشہ پنهنجي ماحول کي ذهن ۾ رکو ۽ غيرضروري شين وٺڻ ۽ گڏ ڪرڻ کان پاسو ڪيو.

## گهٽ ڪرڻ واري جاءِ

| |
|---|
| ماحول جي حفاظت ڪرڻ، گهر جي حفاظت ڪرڻ آهي. جڏهن هر گهر جو فرد پنهنجو پاڻ سان وچن ڪري تہ هو توانائي ۽ پاڻيءَ جو گهٽ ۾ گهٽ استعمال ڪندو ۽ پنهنجي علائقي کي صاف سٿرو رکندو. تہ انهن اپائن سان، اسان ۽ اسان جي ايندڙ نسلن لاءِ گهر ۽ زمين محفوظ ٿيندا... |

- ردي ڪاغذن، اخبارن، رسالن ۽ ٽين جي ڏبن کي گند ڪچري وارن ڍيرن تي ڦٽي نہ ڪريو، انهن کي ردي وٺندڙن کي وڪڻو، تہ جيئن اُهي ٻيهر استعمال ٿي سگهن.
- شيشي جا گلاس ۽ بوتلون ٻيهر استعمال ڪريو.

* ٽشو پيپر ۽ ڪاغذ جو استعمال گهٽ ڪريو، انهن جي جاءِ تي ٽوال يا ٻيو ڪو ڪپڙو استعمال ڪريو، جيئن اُهي ٻيهر ڌوئڻ ڪان پوءِ استعمال ڪري سگهجن.
* ڪاڏو اهڙن ٿانون ۾ رکو، جيڪي ٻيهر استعمال ڪري سگهجن.
* ٽيپ رڪارڊ ۽ ريڊئي ۾ ٻيهر چارج ٿيندڙ سيل استعمال ڪريو.
* پنهنجي ضرورت کان وڌيڪ يا پراڻا ڪپڙا، ڪتاب، رانديڪا ۽ ٻيون گهريلو شيون بجاءِ اڇلائڻ جي ڪنهن ضرورتمند کي ڏيو.

## توانائي ۽ پاڻي بچايو.

* توانائي بچايو- ضرورت کان سواءِ بجلي استعمال نہ ڪريو.
* ٻلبن جي جاءِ تي ٽيوب لائٽون استعمال ڪريو.
* واشنگ مشين هڪ ڀيرو ٻن وڳن ڌوئڻ بجاءِ پوري لوڊ سان استعمال ڪريو ۽ ڪپڙا اُس تي سڪايو.
* وهنجڻ لاءِ ٽب بجاءِ شاور (ڦوهارو) يا ضرورت آهر بالٽي استعمال ڪريو.
* خراب ۽ ٽمندڙ نل/ نلڪيون ٺيڪ ڪرايو.
* ريفريجريٽر ۽ ايئرڪنڊيشن جي باقاعدگي سان سروس ڪرائيندا رهو، ايئرڪنڊيشن جي جاءِ تي پکو استعمال ڪريو.

## صاف ۽ سرسبز آبادي

* ڪچري کي هيڏي هوڏي نہ اڇلايو، پر ڪچري واري دٻي ۾ اڇلايو.
* جڏهن ڪنهن کي ڪچرو ڦٽي ڪندي ڏسو تہ ان کي ايئن ڪرڻ کان روڪيو ۽ ٿي سگهي تہ اهو ڪچرو کڻي دٻي ۾ وجهو.
* پنهنجي پاڙي ۾ ٿيندڙ صفائي واري مهم ۾ حصو وٺو.
* پاڻ وڻ ٻوٽا پوکيو ۽ وڻن پوکڻ واري مهم جي همٿ افزائي ڪريو.

# پڙهندڙ نَسُل . پ نَ

The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ڀاڙي، ڪاٺُو، ڀاڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۾ پڙهندڙ، بَرندڙ ۾ پڙهندڙ، سُست ۾ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۾ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾پَنَ کا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمتائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چانڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جٿن جٿن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏّ ۽ چَمَ جو ساٿي آ-

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني جي نشاني آهي.

پَڙَهن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ٽائين ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڙَهن نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نسُل جا پَنَ سيني کي **چوءِ چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٹٹر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)